# پولڙي جي پُل
# ۽
# پيون آڪاٽيون







گوهر ممتاز قاضي





سنڌي ادبي بورڊ

# پولڙي جي پُل

# ۽

# ٻيون آکاڻيون

از

**گوهر ممتاز قاضي**



**سنڌي ادبي بورڊ**
ڄام شورو سنڌ
2006ع

پراڻو ڇاپو سال 1984ع تعداد پنج هزار
نئون ڇاپو سال 2006ع تعداد ٻه هزار

چترڪار
شجي ڪاظمي ۽ سونيا ڪاظمي

قيمت: پنجٽيهه رپيا
**[ Price Rs. 35-00 ]**

خريداريءَ لاءِ رابطو:
**سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر**
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
(Ph: 022-2633679, Fax: 022-2771602)
Email Address: sindhiab@yahoo.com
Website: www.sindhiab.com

---

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄام شورو ۾ مئنيجر سيد سڪندر علي شاهه ڇپيو ۽ انعام الله شيخ سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي پڌرو ڪيو.

# چپائيندڙ پاران

ٻار جو ذهن آسپاس جي حالتن کان گهرو اثر وٺي ٿو. هو پنهنجي ماحول ۾ جيڪا به شيءِ ڏسي ٿو، ته اُن مان حظ ۽ تفريح وٺڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪري ٿو. انهيءَ حوالي سان ٻارڙو ذهن هڪ اڇي ڪاغذ جيان هوندو آهي. جنهن تي سماج (گهر، اسڪول ۽ آس پاس جو ماحول) جيڪو ڪجهه لکڻ چاهي سو لکجي ويندو آهي. جيئن ته ٻار لاءِ جانور، وڻ ٽڻ، چنڊ تارا ۽ سمورا لقاءَ عجب ڀريا، موهه ۽ ونڊر جا ذريعا هوندا آهن. تنهنڪري چئي سگهجي ٿو، ته ٻار جيئن جيئن سمجهه ڀريو ٿيندو ويندو آهي، تيئن تيئن ئي سندس سوچ جو دائرو به وسيع ٿيندو ويندو آهي، ۽ هُو دنيا جي مختلف لقائن کي نهايت دلچسپيءَ سان ڏسڻ، ٻڌڻ ۽ ياد ڪرڻ جو هيراڪ ٿيڻ لڳندو آهي. آکاڻين ۾ تجسس هُئڻ ڪري ٻاراڻي عمر جي حد ۾ ٻار، پرين، ديون، جادوگرن ۽ شهزادن جون آکاڻيون وڌيڪ دلچسپيءَ ۽ غور سان ٻڌندو آهي. اُهي آکاڻيون ٻارڙن کي گهرن ۾ سندن نانيون، ڏاڏيون ۽ مائرون رات جو سمهڻ وقت ٻڌائينديون آهن. انهن مان ڪي قصا ۽ داستان ته مورڳو ڪيترين راتين ۾ قسطن تائين هلندا آهن، جيستائين اهي پورا نه ٿيندا، تيستائين ٻارڙا رات ٿيڻ جو شدت سان انتظار پيا ڪندا آهن.

ٻاراڻو ڪتاب "پولڙي جي پُل ۽ ٻيون آکاڻيون" به دراصل اهڙين ئي آکاڻين جو تسلسل آهي. هن ڪتاب کي پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان ٻار جو ادراڪ ۽ فهم وڌي ٿو ۽ ٻار جهڙوڪر انهن ئي آکاڻين ۾ سمائجي جذب ٿي وڃي ٿو. محترمه گوهر ممتاز قاضي، جيڪا نامياري تعليمي ماهر جناب ڊاڪٽر ممتاز علي قاضيءَ جي شريڪ حيات آهي، تنهن هن ڪهاڻين کي نهايت پيار ۽ پاٻوهه سان تيار ڪري ٻارڙن جي لاءِ چڱيءَ تفريح جو سامان مهيا ڪري ڏنو آهي. هي اصلاحي ڪهاڻيون آهن، جن سان ٻاراڻي ذهن جي سٺي تربيت به ٿئي ٿي. اميد ٿي ڪجي، ته سنڌ جا ٻارڙا ڪتاب مان بيحد لطف اندوز ٿيندا.

**انعام الله شيخ**
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو، سنڌ
سومر ٢٢ - ذي الحج ١٤٢٦هه
بمطابق 23 - جنوري 2006ع

# فهرست





# مُندن جو ميلو

ڪل بادشاهن جو بادشاهه ڌڻي سڳورو پاڻ آهي ۽ ڪل ميلن کان وڏو ميلو هن جڳ جو آهي.

هر هنڌ ننڍا وڏا ميلا پيا لڳن، اهڙو هڪ وڏو ميلو لڳل هو. ميلي جي خبر پوڻ تي ماڻهو، زالين مڙسين ۽ ٻارين ٻچين ڏوڪيندا پئي ويا. جتي چار ماڻهو پهچندا وڃن، اتي پنجون به وڃيو شامل ٿئي. ٻه ٻه، چار چار ٿيندا، هزارين اچيو مڙن.

معلوم ڪرڻ تي خبر پيئي، ته اهو نه ٻارن جو ميلو آهي ۽ نه زالن جو ميلو آهي، بلڪ اهو آهي: "مندن جو ميلو".

هيڪر اهو ٻڌي حيران رهجي ويس، ته "مندن جو ميلو" ڪيئن ٿو لڳي!؟ خير، سوچيندي سوچيندي انهيءَ هجوم ڏانهن وڌيس، جتي ماڻهو ٽڪيٽ ڪٽائڻ لاءِ بيٺا هئا. پر ماڻهن کي صبر نه هجي. هڪٻئي کي ڌڪا پئي ڏنائون ۽ ڪاڏائون. خبر نه آهي، ته انهن کي اهڙي تڪڙ ڇو هئي.

جڏهن سڀڪنهن ڪم ۽ هر ڪنهن ڳالهه جو وقت مقرر آهي، پوءِ ايتري جلدي ڇاجي!؟



ڪيولين جهڙن ڪمزورن جيتن ڏانهن ڪٿي ڏسجي ته ڪيئن نه هڪٻئي جي پٺيان قطارن ۾ سانت سان پيون هلنديون آهن. ٻئي پاسي وري اٺن جهڙا گهٽ عقل جانور به ڪيئن نه صبر سان قطار ۾ قاعدي سان پيا هلندا آهن. پر اهي انسان اشرف المخلوقات هوندي به قانون جو قدر نٿا ڪن. آخر قانون جي محافظ کي پنهنجي فرض جي ادائگي ڪرڻي پيئي. ان طرح مون کي به اندر وڃڻ جو وارو مليو.

مان حيرانيءَ سان هيڏي هوڏي ڏسندو رهيس ته آخران ميلي ۾ کهڙي ڳالهه آهي، جنهن جي ڪري هن جو نالو "مندن جو ميلو" رکيو ويو آهي. مان گهمندو رهيس، ڦرندو رهيس.

ميلي ۾ ڇا نه هو! دڪانن ۽ اسٽالن کي وڪري جي سامان سان چڱيءَ طرح سينگاريو ويو هو. رانديڪن جا دڪان، ڪپڙي جا دوڪان، ڇا وري کاڌي جا سامان رکيا هجن!

جيڪي گُهر سو حاضر آهي. دل وندرائڻ لاءِ مختلف راندين جو انتظام ڪيل، جهولا، چوڏول قسمت جو حال ٻڌائڻ وارا به موجود.



لاٽرين جي لالچ جدا پيئي ڏني وڃي. هر هنڌ زندگي جي گرمي هئي. جيڏي ڏس اوڏي هل هلان، پيچ پچان، ترسڻ ۽ بيهڻ ته ڪنهن ۾ ڪونه هو. ڪين سندن اهي گهر وسري ويا جتان هو آيا هئا.

هلندي گهمندي هڪ اسٽيج نظر آئي.

هن اسٽيج جي مٿان لکيل هو "دنيا جي اسٽيج". اهو پڙهي ٻيهر تعجب ۾ هيڏي هوڏي ڏسڻ لڳس. ڪا مهل ٿي، ته هڪڙو شخص ڇئن رنگن جون پٽيون: سائي، ڳاڙهي، اڇي ۽ پيلي، جيڪي هڪڙي گول چڪري ۾ ٻڌل هيون، آڻي هڪڙي پاسي ٽنگي ڇڏيائين.

مان سوچيندو رهيس، ته اهي رنگ ڪهڙي ڪهڙي مند جي نشاندهي ڪن ٿا.

ويئي هجيس. هن اچڻ سان اهڙي ڪا ٿڌڪ هئي جو سڄي ميلي ۾ سياڪوري پکڙجي ويئي. ماڻهو پنهنجا ڪالر ڪنن تي ويڙهڻ لڳا، ڪوٽ سوڙها ڪرڻ لڳا. ان اسٽيج تي اهڙا نقشا نظر اچڻ لڳا جڻ ٿڌ پيئي وڌي، هوا پڻ ٿڌي پيئي لڳي.

ننڍن ٻارن جا نڪ، زڪام سان وهڻ شروع ٿيا. انهن گلن جا گلابي ڳل ڦٽي پيا. چپ ڦاٽڻ لڳا.




ايتري ۾ اسٽيج تي 'سيئو درويش" آيو. ڪيس اڇا پر ٿلها ڪپڙا پهريل هئا. برف جهڙي اڇي ڏاڙهي هئس. شڪل جڻ ٿڌ سبب اڇي ٿي

ماڻهن کي ٿلهن ڪپڙن جي گهرج ٿي. سوڙين جو استعمال شروع ٿيو. گهرن ۾ گرمائش لاءِ سگريون ۽ هيٽر ٻرڻ شروع ٿيا.

ميدان برف جي پوشاڪ پائڻ لڳا. ماڻهو تولڙي مرون پنهنجن اُجهن ۾ ويهڻ لڳا.



درويش پنهنجن ڪرشمن ڏيکارڻ کان واندو ٿي ڪونہ ٿيو هو تہ "مائي بهاران" اسٽيج تي اچي نڪتي.

درويش ڪيس ڏسي پٺ موڙي. مائي هجي بہ ڏاڍي سهڻي. ڳاڙهن گلن ۽ ساون پنن جا هار پيل هجنس. رنگ برنگي ڪپڙا پاتل. شڪل مان تازگي ۽ توانائي نظر ٿي آئي. اکين سان گڏ نڪ جي حواس بہ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو.

خوشبوءِ ۽ هٻڪار فضا ۾ پکڙجي ويئي. ائين ٿي لڳو جيئن باغ بستان جيئرا ٿي پيا هئا. پَنن ساوا پهراڻ پاتا. ساوا ٻوٽا ڳاڙهن، پيلن، اڇن ۽ نيرن گلن سان سينگارجي ويا. پکين پرندن راڳ ڳائڻ شروع ڪيا.



ڪوئل ڪوڪڻ، پپيهو پنهنجي پيارن کي سڏڻ لڳو. پوپٽن گلن جي رنگن تي موهجي نچڻ شروع ڪيو.



ماکي جي مک پنهنجي مانارن ۾ ماکي جا مڻ گڏ ڪرڻ لڳي. ماڻهن ٿلها ڪپڙا لاهڻ شروع ڪيا ۽ گهرن مان ٻاهر نڪري گهمڻ گهتڻ تي دل گهرڻ لڳن. هر طرف بهاري جا نظارا اکين کي راحت پيا بخشين. جت جت مائي بهاران ڦيرو ڏئي، اُت بهاري پنهنجو جوبن پيئي ڏيکاري.



"گرمو شيدي" کي شايد ان حسن ۽ جمال جي تصوير نہ وڻي. ساڙ وچان اسٽيج تي نڪري نروار ٿيو. هن جي ظاهر ٿيڻ سان سڄي باغ جو نقشو بدلجي ويو. سندس ڪاري رنگ ان ڳالهہ جي شاهدي ڏني، تہ اس جي گرمي کهڙي طرح



تي سڀ شيءِ کي ساڙيو ڇڏي. جبلن جي چوٽين تان برف پگھري آبشارن ۾ تبديل ٿي ويئي، ٻوٽن جا ويس مٽجي ويا. ماڻھن جا لباس تبديل ٿي ويا.

انسان پنھنجن گھرن کان ٻاھر آسمان جي تذڪار لاءِ نه نڪتا. پر جانورن، جيت جڙا ۽ نانگ بلائون پڻ پنھنجن ٻرن کي الوداع ڪري نڪري نروار ٿيا. مچرن ۽ مکين تہ اصل پاڻ ملھايو.



گرميءَ سبب گوشائتو ويھڻ تہ وسري وين، تڏين ۽ ڏيڏرن تہ ٽر ٽر ۽ چر چر ڪري ڪن کائي ڇڏيا. ماڻھن سنھا لباس شروع ڪيا. گرم ڪپڙن ۾ فنائل جون گوريون وجھي صندوقن ۾ رکي ڇڏيائون. جن کي ڏسڻ سان ئي ماڻھن جا پگھر ٿي ڇٽا.

ڪا مھل ٿي تہ ڇا ٿيو ڏسجي جو اھا پوڙھي عورت، سندس "سرئي"، پيلي گندي پائي، آھستي آھستي رڙھندي اچي بيٺي.

گرمو شيدي سندس نماڻي ۽ ڪوماڻل شڪل ڏسي قياس وڃان ڪٽي ميدان ڇڏيو.

ھاڻي سرئي جي شڪل ڏا گھنج، جن وقت جي گذرڻ ۽ سندس رفتار جو احساس ٿي ڏياريو، سندس اچڻ سبب ماڻھو متو ميڙو ڇڏي واپس پئي وريا. باغن ۾ گلن ۽ گاھ تي سندس پيلي گندي جو پاڇو پيو ۽ انھن جو رنگ پيلو ٿيڻ لڳو. ميدانن ۾ وڻن ٽڻن جا پن پڪڙجڻ لڳا. مائي سرئي کي ڏسي ماحول ۾ مايوسي ڇانئجي ويئي. ڪوماڻل گلن کي ڏسي انسانن کي بہ پنھنجي عاقبت جو انديشو ٿيڻ لڳو. نيٺ تہ ھر شئي کي فنا آھي، آخرڪار انھن ڇٽن مندن جو ميلو ختم ٿيو.

---

# بُڇڙي بدڪ

گرميءَ جي موسم هئي. ميهن جو ڦڙو ئي ڪونہ پيو هو.

هڪڙي بدڪ پنهنجي آکيري ۾ آنن ڦوڙڻ تي ويٺي هئي. چوڻ لڳي: "اوهو، ڏاڍي گرمي آهي. ڪيترو نہ سٺو ٿئي جو مان تلاءُ ۾ وڃي تران." اڃا اهو دل ۾ سوچيائين پئي تہ سندس آنا ڦٽڻ شروع ٿيا. ۽ انهن مان ننڍڙا، سهڻا ۽ پشمدار ٻچا نڪتا. پر پوءِ ڏٺائين تہ سندس هڪڙو آنو اڃا نہ ڦٽو آهي. بدڪ دل ۾ سوچڻ لڳي تہ الائجي ڇا سبب آهي جو هيءُ آنو ڦٽڻ ۾ دير پيو وٺي.

ٿوري ئي دير ۾ اهو هڪڙو آنو بہ ڦٽو ۽ منجهانئس هڪڙو ڪارڙو ڍگهي ڳچيءَ سان ٻچو نڪتو.



بدڪ سوچيو: "کهڙو نہ بڇڙو آهي اهو منهنجو ٻچو! مون ڪڏهن بہ اهڙو بڇڙو ٻچو نہ ڦوڙيو هو."

بدڪ ٻچن کي تلاءُ ڏانهن وٺي ويئي تہ انهن کي ڪجهہ ترڻ سيکاري. کيس تعجب ٿيو جڏهن ڏٺائين تہ اهو ڪارڙو ٻچو ٻين سڀني کان وڌيڪ هوشياريءَ سان تري ويو.

اهو ڏسي بدڪ کيس چيو: "بهرحال، تون اهڙو بڇڙو ڪونہ آهين". پوءِ بدڪ خيال ڪيو تہ ٻچن کي وٺي وڃي پنهنجي ملڻ وارين ڪڪڙين ۽ بدڪن کي ڏيکاريان. جڏهن پکين جي واڙي ۾ پهتي تہ پکين سندس اچڻ پسند نہ ڪيو ۽ پڇائي ڪديائونس. خاص طرح سان بدڪ جي ان بڇڙي ٻچي کي سندس ڍگهي ڳچيءَ سبب ان کي ٺوڪيائون. هڪڙي پوڙهي بدڪ سندس طرفداريءَ ۾ ڳالهايو. پر جئين ان پٺ ورائي،



واڙي جا سڀ پکي سندس مذاق اڏائڻ لڳا. جيڏانهن غريب وڃي، سڀڪو کيس حقارت سان پڇائي ڪڍي.

وِچاري ٻچڙي بدڪ جي دل ۾ ڏاڍو ارمان ۽ ڏک ٿيو. ۽ هڪڙي ڏينهن انهيءَ ٻنيءَ جي واڙي مان اٿي اڏائي. پري تمام پري، اڏامندي اچي رات پيئي. ان ڪري هڪڙي تلاءَ جي ڪناري تي وڃي سمهي رهي. ٻئي ڏينهن جڏهن جهنگ جي بدڪن جاڳايس، ته وري ڇا ٻڌائين ته هڪڙي بدڪ ٻيءَ بدڪ کي ٿي چيو: "هيءُ ٻچو اهڙو سهڻو ڪونهي. ها نه؟"

ٻيءَ جواب ڏنس: "ڇڏي ڏينس، ٻيو هجي، توکي ڪهڙو نقصان ٿو پهچائي؟"

وِچاري ٻچڙي بدڪ اڃا ان جا ٿورا مڃڻ لاءِ مهرباني چوڻ تي هئي ته يڪدم ڪنهن شڪاريءَ جي بندوق جو آواز آيو. جهنگلي بدڪون اڏامي ويون. جڏهن فضا ۾ خاموشي ٿي، تڏهن اهو ٻچو به وري اٿي اڏاڻو.

ڪارڙو ڦرندي ڦرندي هڪڙي جهوپڙيءَ وٽ آيو. جنهن ۾ هڪڙي پوڙهي عورت رهندي هئي. ان وٽ هڪڙي ٻلي ۽ هڪ ڪڪڙ هئي. چو جو جهوپڙيءَ جو در کليل هو. ڪارڙو اندر گهڙي ويو. پوڙهيءَ جي نظر ڪجهه ڪمزور هئي، ان ڪري ڪارڙي ڏانهن ڏسي چيائين: "ڏس ته ڪهڙي نه سهڻي بدڪ اندر آئي آهي، مان انهيءَ کي به پاليندس." ٻليءَ ۽ ڪڪڙ به سندس آجيان ڪئي.

"پوڙهي عورت هن کي انهيءَ لالچ تي به رکيو هو ته ڪارڙي بدڪ شايد آنا ڏيئي سگهندي، پر ڳالهه اها هئي، ته ڪارڙو آنا نٿي ڏئي سگهيو". هڪڙي ڏينهن پوڙهي چيو ته هيءُ بدڪ ڪانهي پر بدڪُ آهي. اتي ڪڪڙ ۽ ٻلي به اچي ورتس. ڪڪڙ چيس ته: "تون آنا نٿو لاهي سگهين، ته وري ٻلي طعنو ڏنيس، ته تون ڪوئا به نٿو جهلي سگهين. تون ڪجهه ڪري سگهين ٿي ڪونه ٿو."

اتي ڪارڙو وڏيڪ اداس ٿيو. سوچڻ لڳو ته: "مان نه فقط ٻچڙو آهيان پر مان ناڪاره به آهيان. ڪجهه ڪري به نٿو سگهان". ان ڪري هڪڙي ڏينهن تمام گهڻو مايوس هو. ۽ ان بد دليءَ ۾ اها جهوپڙي ڇڏي شهر جي ٻئي پاسي هليو ويو.

وقت گذرندو ويو. سرديون آيون. ڪارڙي پريان هڪ تلاءَ ۾ سهڻا اڇا پکي پاڻيءَ ۾ ترندا ڏٺا. هن جي دل ڏاڍو گهريو ته انهن کي ويجهو وڃي ڏسي پر همت نه ڪيائين.



سردي سخت پئي پيئي. ڪارڙي انهن بدڪن سان گڏ تلاءَ ۾ وڃڻ کان نٽايو. جو ڊپ هوس ته متان اهي به ٻچڙو ڪري اڇي نه وٺنس.

سو پنهنجو منهن لڪائي. هڪڙي وڻ هيٺ ويهي رهيو.

اتان هڪڙو ڪڙمي لنگهيو. تنهن ڪارڙي کي برف ۾ ڪجهه ڍڪيل ڏٺو. سردي ۽ پاري سبب اڌ مئل ٿي لڳو. ڪڙمي ڪارڙي کي کڻي پنهنجي گهر ويو. کيس ٻه ٻار هئا. هڪ ڌيءُ ۽ هڪڙو پٽ. ٻارڙن جڏهن پيءُ جي ڪڇ ۾ ٻدڪ ڏٺي، ڏاڍا خوش ٿيا. پيءُ کان پڇيائون. پڻهن حال ٻڌايو. هاڻي ٻارن کي راند لاءِ پکي ملي ويو. ٻيا ڊوڙائيندا هئا ۽ خوش ٿيندا هئا.

هڪڙي ڏينهن صبح جو وقت هو. ٻار راند جي خيال سان وٺي گوڙ ڪري هن ڏانهن وڌيا. ڪارڙي کي گوڙ تي لڳو ڊپ، سو جيئن ئي ٿو اٿي ڀڄي، ته هڪڙي وڏي جڳ ۾ کير پيل هو، سو ويو هارجي.



چا هو؟ ٻار ٻه کڻي ٻهارو ۽ چمٽو. ان جو پيڇو ڪندا ڊوڙندا رهيا. اڳيان ڪارڙو ۽ پٺيان ٻار.



ڪڙميءَ جي زال ڪاوڙ وچان کيس جهلڻ لاءِ جهٽ وڌو. پر ڪارڙو ڇڏائي اٿي ڀڳو. پوءِ

ويچارو ڪارڙو، چڱو جو در کليل هو، جان ڇڏائي ٻاهر نڪري ويو. هاڻي هڪ دفعو وري ويچارو سرديءَ ۾ پٽڪندو رهيو. ٻڪ هئي جا الڳ پيئي تنگ ڪريس. جيئن تيئن ڪري سرديءَ جي مند ختم ٿيڻ لڳي. ڪارڙي ڏٺو. ته گل ڦل وڻن تي پيا ٽڙن. جيڏانهن ڪيڏانهن ساوڪ پيئي اسري. ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. پيو ته ٿهيو، کيس اهو پڻ محسوس ٿيو هو ته پاڻ ٻه ڪجهه مٽجي پيو. هن جو جسم ڪجهه وڏيرڙو پيو ٿئي. نه فقط اهو. پر سندس ڪارا ڪنپ ۽ ڳچي، جنهن کيس ڪارڙو ۽ ٻجڙو بنائي ڇڏيو هو، اهي به اڇا پيا ٿين. ڪجهه وقت کان پوءِ جيئن اڏامڻ جي ڪوشش ڪيائين ته ڏٺائين ته سندس اڏام ڪجهه اتانهين پئي ٿئي، ۽ ڪجهه وڌيڪ فاصلي تائين اڏامي سگهي ٿو.



آخرڪار هو اڏامندو اچي هڪ باغ، جنهن ۾ ٻارڪ چوندا هئا، انهيءَ وٽ اچي لٿو. اتي هڪ وڏي تلاءَ ۾ ٻه ٽي وڏا بدڪ پئي تريا. باغ گلن سان اصل ڍڪيو پيو هو. بدڪن جون ڍگهيون ڳچيون ڏسي پنهنجي ڳچيءَ تي ٻه ڪنڌ هيٺ ڪري ڏٺائين. آهستي آهستي همت ڪري رڙهي اچي پاڻيءَ ۾ لٿو. پاڻيءَ ۾ لهڻ سان پاڻ پنهنجو عڪس جڏهن پاڻيءَ ۾ ڏٺائين، ته ڪيس يقين نه پيو اچي ته هو اهڙو سهڻو هنس ٿي سگهي ٿو. هن پاڻ ۾ ۽ ٻين هنسن ۾ ڪو فرق نه ڏٺو. هن اطمينان جو ساهه ڪنيو.

ايتري ۾ ٻه ننڍڙا ٻار تلاءَ ڏانهن آيا، اهي شايد ان پارڪ ۾ پيا ايندا ويندا هئا. ٻارڙن جڏهن ڪيس ڏٺو ته خوشيءَ وچان هڪڙي ٻئي کي سڏ ڪري چيو ته: "ڏس ته سهي! هڪ نئون هنس پاڻيءَ ۾ پيو تري، اهو ته انهن اڳين هنسن کان ٻه وڌيڪ سهڻو ۽ وڏو آهي."

ڪارڙي عرف اچي هنس اها تعريف ٻڌي ڪجهه اطمينان جو ساهه ڪنيو. ڪيس خوشي ٻه ڏاڍي ٿي. دل ۾ سوچيائين، ته هائي سندس ڏکيا ڏينهن ٽري ويا. تنهن هوندي ٻه هن کي پنهنجي سونهن تي غرور ڪونه هو. البته سندس اها خواهش ضرور هئي، ته جن جن ڪيس ٻچڙو چئي، سندس دل آزاري ڪئي هئي، ڪاش اُهي ڪيس هڪ دفعو اهڙو "سهڻو" ڏسن ها.



# نبيلا جي گُڏي

ٽن..... ٽن..... ٽن..... ٻاڙي جي اسڪول جو گهنڊ وڳو. گهڙي ساعت ۾ ننڍا وڏا گلن جهڙا ٻارڙا ڊوڙندا ڏوڪيندا اسڪول کان ٻاهر نڪتا.

پڪا امتحان پورا ٿيا. نتيجا پڻ نڪتا. ٻار آخر ڇو نه خوشيءَ وچان ڊوڙندا نڪرن. ڇو نه نچندا ٽپندا نظر اچن. آهستي آهستي خود بخود ٽوليون ٽهنديون ويون.

ٻه ٻه يا ٽي ٽي ٿي گهرن ڏانهن روانا ٿيا. اهڙي هڪڙي ٽولي، جنهن ۾ چار پنج ڇوڪريون ۽ ٻه ٽي ڇوڪرا هئا. پاڻ ۾ ڳالهيون ڪرڻ شروع ڪيائون.

نبيلا پنهنجي ساهيڙين نمو ۽ شيرين کي چيو، "سڀاڻي ته آچر آهي". ثمينا وري پنهنجي ڀيڻ کي چيو، "ادي، سومر تي ته عيد ميلاد جي موڪل آهي".

شيرين وراڻيو، "ڀيڻ، اهو ته پاڻ سڀ، هڪڙو ڏينهن ڪم ڪار ڪنداسين ته هڪڙو ڏينهن وري راند روند ڪنداسين."

شمس (شمس النساء) اڄ ڪجهه چپ چپ هئي. تنهن هڪدم ڇرڪ ڀري ائين ڳالهايو جو ڄڻ ته ڪا نئين ڳالهه دماغ ۾ اچي ويئي هيس. سو رڙ ڪري چيائين، "اچو ته سڀاڻي گُڏين راند ڪريون."

نمو، نبيلا کي چيو، "نبيلا تو وٽ ڏاڍي سهڻي گڏي آهي، ڇو نه ان جو وهانءُ ڪريون؟"

نبيلا: ها ادي، ڪو گهوٽ به ته منهنجي سدا ملوڪ گڏيءَ لاءِ ملير!

شمس وري خوشيءَ وچان ڳالهايو، ته ادي،



منهنجي ڀاءُ رفيق وٽ ڏاڍو سٺو گُڏو آهي، ڪيس ماما ٻاهران آڻي ڏنو آهي. هاڻي ته مان سڀاڻي صبح جو ادي رفيق جي گُڏي لاءِ سڱ گهرڻ ايندس.

شيرين چيو: "گڏو گڏي ته ٿيا تيار، پر ڄڃ ڪٿان ايندي؟" نبيلا: "اي ادي، گُڏيون ڪنهن وٽ ڪونه هونديون؟ پنهنجي ٻاڙي ۾ ئي ريحانا، رخسانا، شهلا، شازيا، لبنيٰ ۽ عُظميٰ انهن سڀني وٽ ٻه ٻه، ٽي ٽي گڏيون ضرور هونديون، تن کي ڄڃ ۾ شريڪ ڪنداسون."

مطلب ته تاريخ ۽ وهانءَ جو وقت مقرر ٿيو. سڀ پنهنجي گهرن ڏانهن روانيون ٿيون. صبح ساڻ نبيلا ۽ ثمينا ٻئي پينرون سويل اسڪول جي وقت اٿيون. ۽ پاڻ ۾ ڪي سٽائون پئي سٽيائون



ته سندن ماءُ، جا اڇا مصلي تان مس اٿي هئي، تنهن نياڻين کي ايترو سويل جاڳيل ڏسي چيو ته: "پٽ! اڄ اسڪول ته بند آهي، ڀلي آرام ڪريو ها." ڌيئرن جواب ڏنو ته: "سندن اڄ وڏو پروگرام آهي. امڙ، جي گهر ۾ وهانءُ هوندو آهي ته ڇا گهر واريون سويل ڪين اٿنديون آهن؟ اسان وٽ به اڄ نبيلا جي گُڏيءَ جو وهانءُ ادي رفيق جي گُڏي سان آهي." نبيلا ۽ ثمينا ٻئي فرمانبردار ڇوڪريون هيون. محنتي ۽ پڙهڻ ۾ هوشيار هيون ۽ امتحانن جو نتيجو پڻ سٺو آيو هون. ان ڪري ماءُ کين خوشيءَ سان اجازت ڏني، پاڻ سندن مدد ڪرڻ جو واعدو ڪيو.

ٻنهي جلدي جلدي هٿ منهن ڌوتو، ناشتو ڪيو ۽ گڏين جي ڪٻٽ ڏانهن ويون جتان ننڍيون وڏيون گڏيون نڪتيون. سندن ڪپڙا نڪتا. جيڪي ڪپڙا ميرا ٿي ويا هئا سي ثميناً ڌوئڻ ويٺي. ايتري ۾ ٻيون نينگريون به پنهنجيون ننڍيون وڏيون گُڏيون کڻي آيون. اول ته سيني گڏجي گڏين کي نيڪ ٺاڪ ڪيو. هٿ پير صحيح ناهيائون. گڏين جا وار ٺاهي منجهن ربنون ٻڌائون. يا وري ننڍڙا ڪانٽا لڳايائون.

نبيلا جي گڏي سيني گڏين ۾ موچاري پئي لڳي. ان جي هار سينگار تي خاص ڌيان ڏنو ويو هو.

سُيون ڌاڳا ڪنيائون، ستارا ۽ موتي به جنهن جنهن کان جيترا ملي سگهيا، اهي لڳايائون. جوڙا ٺاڪيائون. گهٽيون شيون ته نبيلا جي ماءُ پيءُ موجود ڪري ڏنيون.

گهر جو ورانڊو ڪشادو هو. اتي کٽون ابيون ڪري بسترن جون چادرون گهلي لاٿائون ۽ فراسيون پٽ تي وڇايائون. چادرن جا پردا لڳائي ڪمرا ٺاهيائون.

جهٽ پٽ ۾ سيني پنهنجا پنهنجا رانديڪن جا ٿانو ٿپا ۽ ڪينوڙا آندا. نبيلا کي ته ماٿس اڱ ۾ ٿي راند جو سامان وٺي ڏنو هو.



آٽي ڳوهڻ جو ٿالهه. ننڍو تئو، ويلڻ، تختو. چار ننڍڙيون ديڳڙيون. ننڍو فرائي پان، ٿڦڻي. ننڍا ڪوپ ساسر ۽ پليٽون وغيره هيون. هڪڙو پندرهن ويهن وارو گاسليٽ جو چلهو پڻ وٽس هو. باقي جن شين جي کوٽ هئي سا ٻين ساهيڙين پوري ڪئي.

پلا وهاڻ مانيءَ کان سواءِ ڪيئن ٿو ٿئي. نبيلا گهران اٽو، چانور، پٽاٽا، چانهه، کير، گيهه ۽ لوڻ وغيره کنيا. ڪا اٽو ڳوهڻ لاءِ ڪٺي ويٺي. ڪا وري چانور چونڊڻ لڳي. ڪنهن پٽاٽا ڇليا. چانهه ٿي، پراٺا پڪا. چانور ۽ دال تيار ٿي ۽ پٽاٽا تريا. اهي ڪم ته سيني وڏين ڀينرن ڪيا. انهن سان گڏ ننڍڙيون ڀينرون: شانو، ببلي، مني، گڏي، شمي، ڊالي ۽ نگو وغيره به ته آيون هيون. اهي ويچاريون، جي ڪنهن ڪم ۾ هٿ وجهن، ته وڏيون ڀينرون دڙڪو ڏيئي چون ته: "اٽي نگو، تون ڇڏ، تنهنجو هٿ سڙي پوندو." ته ڪا وري جهليندي چوين ته: "مائي مني، توکان پٽاٽا ڇليا ڪين ٿيندا. تون اڃا ننڍڙي آهين." جي ويچاري گڏي اٽي ڳوهڻ جي ڪري ته سندس وڏي ڀيڻ ڪانئس اٽو کسي وٺي ۽ چويس: "اهو ڇا ڪيئي؟ ايترو پڪو پاڻي وجهي ڇڏيئي. هاڻي ويلڻ ته ڇڏ، اٽو ته ڳوهڻ ئي ڏکيو ٿي پيو آهي."

ان طرح ويچارين ننڍڙين کي ته ڪم جو وارو ئي نه پيو ملي. آخر هو به ته انسان هيون. هنن کي به ته رڌڻ پچائڻ جي سڌ ۽ شوق هو. آخر شانو چڙي چيو: "ڇا ٿي پيو جي هي اسان کي رڌ پچاءَ تي نٿيون ڇڏين، پاڻ هلي جدا ٿيون ماني نٿا هيون." سيني پاڻ ۾ صلاح ڪئي ۽ ساڳيءَ طرح ننڍڙين پنهنجو جدا رڌڻو سجايو.

ٿلهي جي هڪڙي ڪنڊ ۾ ٽن پٿرن جو چلهو ٺهيو. ڊالي وٽ هڪڙي مٽيءَ جي هَنڊي هئي، اها کڻي چلهي تي چاڙهيائون. هنڊيءَ ۾ ڳاڙهو چاڪ پوري، پاڻي وجهي، شوررو ٺاهيائون. پٿر جا ننڍڙا ٽڪر، گوشت ڪري وڌائون. ٻه - چار گل پٽي، ٻوڙ جي سبزي ٺاهيائون. ڪاغذن جي سنهي ڪتر ڪري چانور ٺاهيائون. هڪڙي وري ڊوڙي وڃي باغ مان آلي مٽي کڻي آئي ۽ ان کي ڪاپيءَ جي پاني تي رکي اٽو ڪري ڳوهيائين.

اڇو چاڪ کٽي ان ۾ پاڻي ملائي کڻي کير ٺاهيائون. ٻاهر ڪو گهر ٽي ٺهيو. اتي ريتي پيل هئي، سا کڻي ورتي ۽ ڊالي چوڻ لڳي: "ٺيڪ آهي، اسان وٽ ڪڻڪ کنڊ ميرانجهڙي به اينڊي آهي." اها ٿي کنڊ. پارڪ جو سڪل گاهه ٿي چانهه جي پتي. ماني پليٽن ۾ لٿي، خالي هٿ وات تائين وڌيا ۽ پليٽ ڏانهن وريا. چانهه جا خالي ڪوپ چپن تائين آيا ۽ ساسرن تي پيا. ننڍڙن نينگرين پنهنجي ليکي گهٽو ئي ڪجهه رڌو هو. بهرحال وندريل ته هيون.

ايتري ۾ وڏين ڇوڪرين جي ماني ٺهي لٿي هئي. هنن کي به سڏ ٿيو. پر اها ماني پيٽ پرڻ جوڳي ته ڪانه هئي. سچ به اڃي چڙهيو هو. سندن پيٽ ۾ ٻڪ به ڏاڍي هين. سيني نينگرين جي گهرن مان ماني لاءِ سڏ ٿيو. پر وهاڻ، جو شام جو ٿيڻو هو. ان ڪري فيصلو ڪيائون، ته سيڪو وڃي پنهنجي پنهنجي ماني کڻي اچي.

مانيون آيون. مختلف طعام اچي دسترخوان تي مڙيا. گڏجي کاڌائون. ڏاڍو مزو آيو. ڪل مسخري ۾ ڇڳي ڪچهري ٿي. نبيلا سڏ ڪري چيو. "هاڻي جلدي ڪريو. ٿانوَ وغيره ميڙيو. اڇو ته وهاڻ ڪريون."



ڪرسين تان گاديون ڪڍي ان تي هڪڙو ڳاڙهو رئو وڇايائون. ڪنوار کي سينگاري ان تي وهاريائون. شيرين گُڏيءَ کي ننڍڙو ٽِڪو ۽ نٿ ناهي وڌي. شازيا گلن جا هار پوتا. ڪنوار کي سڀ زيور هٿن، ٻانهن ۽ ڳچيءَ ۾ وڌا ويا. پر زيور سڀ موتين جا هئا. ڪنوار جي رئي کي ڪناري ۽ ڳوٽو لڳل هو. گهونگهٽ ناهي وهاريو هئائون.

وراڻدي جي ڀئي پاسي گهوٽيتن جو گهر هو. انهن بہ انهيءَ ريت تياري پئي ڪئي. گهوٽ کي شلوار، ڪڙتو، واسڪوٽ، ٽوپي ۽ بخمل جي جتي پارايائون. هٿ ۾ رومال ٽاڪي ڇڏيائون. گڏن جي ڻورڙائي سبب جلدي جلدي اگڙين ۽ ڪپهہ جا ننڍا وڏا ٻہ چار گڏا ناهي ورتائون. آخر گهوٽ ننڍڙو تہ نہ هو. ٻيءَ ۽ ڀائر تہ هجنس. ان کان سواءِ ڪنوار جي نڪاح جي هاڪار ۽ شاهديءَ لاءِ مرد ٿيندا آهن. افروز گڏا ناهيندي، جميلا سان چرچو ڪيو، "ها، مائي، ڇوڪرن جي تہ سچ بہ اڻاٺ آهي، تڏهن تہ ڪنوارن کي گهوٽ ڏڪيا ملن ٿا." گهوٽيتيون بہ پنهنجي ليکي تياريءَ ۾ مصروف هيون. گهوٽ ۽ ڪنوار لاءِ گلن جا سهرا ٺهيا. نبيلا جي باغ ۾ گلن جي بهار لڳي پيئي هئي، تنهن مان ٻي پورت ڪيائون. گهوٽيتي دعوت تي پينرن جا ننڍا ڀائر جن کي هٿا، اهي بہ شام ڌاري آيا. گهوٽ جو سهرو ستن ڇوڪرن جي مٿن تي رکي سوڻ ڪري گهوٽ کي ٻڌو ويو. گهوٽيتن جي گهر ريڊيو وڳو پئي. راڳ ۾ هوڻ بہ جادو ٿيندو آهي، اوڙي پاڙي جا ٻارڙا اچي مڙيا. ڇگي ڄڄ لي پيئي.

گهوٽ ۽ ڪنوار جون ماميون، ماسيون ۽ پينرون مقرر ٿيون. ڪنوار جون ساهيڙيون ۽ سرتيون ڪنوارجي چوڌير ويٺيون هيون. ڪنوارجي ماءُ ڪم ڪار لاهي، هڪڙي پاسي انهيءَ سوچ ۾ اداس ويٺي هئي تہ: "اڄ، اهوئي ڏينهن آهي، جنهن لاءِ مائرون ڌيئرن جي ڄمڻ تي غمگين ٿين ٿيون."

ريحانا سڏ ڪري چيو: "اما! ڪنوار کي تہ ماٺ

ڪرايو! روئي روئي پئي اجائي جانِ ڳاري." تہ وري ٻيءِ چيو، "آخر نياڻين کي مائٽن وٽ هميشہ تہ رهڻو ڪونهي." ڇڄ مان وري ٽينءَ ڳالهايو، "آئي ادي، جي نياڻي مائٽن وٽ وڏيڪ وقت ويهي، تہ نہ مائٽن کي سک ۽ نہ زماني کي آرام." چوٿينءَ چيو، "امان، نياڻيون تہ جهرڪيون آهن، مائٽن وٽ جڏهن انهن جي نصيب جو چوڳو ختم ٿئي تہ اڏاميون وڃن." پنجينءَ وراڻيو، "ها اما، دل بہ خالي تہ هڙ بہ خالي."

گهوٽيتن جي اچڻ جي ويل ٿي. گهوٽيتن لاءِ ثمينا ماسيءَ جي ڳاڙهي شال وڇائي. هنن جو مان، ڪنواريتن کان جو وڏيڪ هو، سو گلن جا هار ٺاهيائون ۽ کين وجهڻ لاءِ ڪنوار جي ساهيڙين وني ڳيچ ڳاتا.

ايتري ۾ گهوٽيتن جي اچڻ جي خبر آئي. انهي جي ٽينَ جو دٻو دهل ڪري وڄائيندا ڳائيندا اچي ڪنواريتن جي گهر پهتا. سندن ڏاڍي آجيان ٿي. ننڍڙي ٻار جي پينگهي مان ننڍڙو ڳاڙهو گاديلو سيج ڪري وڇايائون.

نڪاح پڙهڻ لاءِ هڪڙو چوڪرو ٽوپيءَ تي رئو ٻڌي، پڳ ٺاهي، اکين تي چشمو چاڙهي، هٿ ۾ لڪڙ ڪٽي مولوي بڻجي آيو. ٻہ چوڪرا شاهد ٿيا، جن ڪنوار کان هاڪار ورتي. پوءِ گهوٽ ڪنوار کي لاٺون ڏنيون ويون. ٻيا ساٿ سوڻ ٿيا. هاڻي ڪنوار ٿي پرائي ۽ گهوٽ جي قبضي ۾ آئي.

پوءِ تہ سڄي ڇڄ اداس پئي لڳي. گهوٽ اٿي هليو. پٺيان وري ڪنوار جي مائٽن ۽ سهيلين کان موڪلائي ٿي.

ايتري ۾ سانجهيءَ جي ٻانگ ٻڌڻ ۾ آئي. نبيلا جي ماءُ سڏ ڪري چيِن: "اما، هاڻي وهاڻ پورو ٿيو، ۽ راند ختم ڪريو. سڀ ٿڪجي پيون هوندؤ."

---

# پولڙي جي پُل

هڪڙيءَ پيري ڪنهن پولڙي کي بک اچي ورايو. سو درياءَ جي ڪناري تي بيٺل گهاٽن وڻن تي ڪاڏي جي ڳولا ۾ پٽي ٽپا ڏنائين. اتي کو نوريٺڙو ٻه رهندو هو. جنهن اچي کيس ٻڌايو، ته درياءَ جي ٻيءَ پر تي ميوي جو هڪ وڏو باغ آهي. باغ کان ٿورو اڳتي هڪ پاسي هنداڻ جي واڙي آهي، ته ٻئي پاسي وري ڪمند جو فصل تيار بيٺو آهي. هاڻي ته هن جو هيڪاري سک ڦٽي ويو هو. بس جيئن ميوي جو تصور ڪري، تيئن سندس بي چيني وڌندي.



هونئن ٻه هن جانور کي چپ ڇپ گهٽ ايندي آهي. ڇو پر کان سواءِ اصل رهيئي ڪونه. ڪيڏي مهل پيو ٽنگون ڪنهيندو ته ڪيڏي مهل وري پيٽ کُني. جي پيٽ کُني بس ڪري، ته وري مٿو کنهي، ۽ جڏهن مٿو کنهي لڪجي، تڏهن وري هٿن کي ڏسي.

هوا لڳڻ تي درياءَ جي ٻيءَ پر تان ميون جي خوشبوءِ اچڻ لڳيس. ناسون ڦاڙي، سون سون ڪري سنگهڻ جي ڪوشش ڪري. جيئن ڪيلن ۽ زيتونن جي خوشبوءِ اچيس، تيئن وات پاڻي ٿئيس. ۽ اهو پيو سوچي ته ڪيلا کهڙا نه مٺا هوندا، ۽ زيتون ته ڏاڍا سٺا ٿين ٿا!

مطلب ته پولڙي کي هڪ پاسي بک اچي بيتاب ڪيو هو، ته ٻئي پاسي وري سوادي ميون کائڻ جي لالچ اچي ورايو هوس. سو انهيءَ تڙپ ۾ ڪيڏيءَ مهل ٽپ ڏيئي وڻ تي چڙهيو وڃي ته وري گهڙي کن کان پوءِ وڻ تان ٽپ ڏيئي اچي درياءَ جي ڪپ تي ڪري. نيٺ اهو خيال آيس ته ڪوشش ڪري ڪٿي درياءَ پار ڪجي. پر پولڙا پاڻيءَ کان ته ته پري ڀڄن. سو ڊپ وچان وري ڊوڙي وڃي وڻ جي چوٽيءَ واري ٽار تي چڙهيو. هيءَ ٽار ٻه ڪو سنهو هو. جيئن ئي ٽار تي ٿورو جهولڻ لڳو ته هڪ ٻن لوڏن کان پوءِ ٽار ٽٽي پيو. ۽ پولڙي درياءَ جي اندر ڪناري تي پيل هڪ ٽڙ تي اچي ڦهڪو ڪيو. مڃان اهو ٽڙ هڪ واڳونءَ جي پٺ هئي. واڳون ٻه پاڻيءَ جي ڇولين کان پاسو ڪري درياءَ جي اندرين پر ۾ اچي سمهي پيو هو. سندس منهن ۽ پڇ، واريءَ ۾ ڊڪجي ويا هئا. پولڙي جي ڪرڻ سان هو جاڳي پيو. ڏاڍي ڇرڪ ۾ اچي چيائين، "تالاٽق! تند ڇو ڦٽايئي؟" پولڙي



پهريائين تہ ڊپ وچان چيس، "سائين! مون سمجهيو تہ ڪو تڙ پيو آهي." پر پوءِ وري حقيقت ڪولي ٻڌايائين تہ وڻ جي ٽار تي ويٺو هوس، جنهنجي ٽٽڻ سان آءٌ اچي اوهان جي پٺيءَ تي ڪريس. پولڙي واڳونءَ کان ڏاڍيون معافيون ورتيون. پوءِ تہ واڳونءَ جي ڪاوڙ بہ وڃي ڪجهہ ڍري ٿي.

آخر پولڙي پنهنجي اصل ڳالهہ ٻڌايس ۽ منٿ ڪيائينس، تہ مون کي پنهنجي پٺيءَ تي چاڙهي درياءَ جي ٻيءَ پر تي وٺي هل، جتي ڏاڍا مزا لڳا پيا آهن. پر واڳون اڃا بہ پولڙي کي هيسائڻ لاءِ وڏي آواز ۾ چيو، "ڪهڙا مزا لڳا پيا آهن؟" هتي وري مون کي لالچ ٿو ڏين! تون تہ ڏاڍو خوشامدي ۽ چاپلوس ٿو ڏسجين.

حقيقت ۾ واڳونءَ جي ننڊ جي سستي اڃا ڪانہ لٿي هئي. ان ڪري پٺي تي ٽپ ڏئين پر پولڙي بہ منٿن ڪرڻ کان ڪين گهٽايو. آخر ڪار اها لالچ ڏنائينس، تہ آءٌ توکي بہ کيلاءِ زيتون کارائيندس.



واڳون وراڻيو، تہ مون کي ميوي کان وڌيڪ گوشت وڻندو آهي. مانيءَ جي مهل وري کي ميوا کائيا آهن ڇا؟ تنهنجي تہ ماني بہ ميوا آهن.

پولڙي وري منٿ ڪري چيس، "آءٌ توکي ننڍا وڏا پکي ۽ جيت جڙا جهلي آڻي ڏيندس. اڙي مورک! توکي بہ ڏاڍا مزا ڪرائيندس، تون رڳو هن ڪپ تي هل تہ سهي."

واڳونءَ کي بہ سمهي اٿڻ کان پوءِ ڪاڌي جي گهرج هئي، سو پولڙي تي ڪٽي ڦورو ڪيائين ۽ کيس درياءَ جي هن پر وٺي هلڻ لاءِ راضي ٿيو.

پولڙي جي بہ خدا ٻڌي، سو ٽپ ڏيئي واڳونءَ جي پٺيءَ تي چڙهي ويٺو. واڳون ڪسڪي درياءَ ۾ آيو. ۽ هاڻي هنن جو سفر شروع ٿيو. ترندي ترندي جڏهن واڳون وچ درياءَ ۾ آيو جڏهن خيال ايس تہ متان پولڙو ساڻس ڪو دوکو نہ ڪري. سو شرارت وچان اوچتو جو ٻڏي، کي لوڏو ڏنائين تہ پولڙو وڃي پاڻيءَ ۾ ڪريو. آهي، تي پولڙي کي ڏاڍي اچرج بہ لڳي ۽ ڊپ بہ اچي ورتس. آخر ڦٿڪائيون ڪائيندو وري اچي واڳونءَ جي پٺيءَ تي چڙهيو. واڳونءَ وري کانئس واعدو ورتو تہ ڪاڌي لاءِ ڪو شڪار يا ميوو ضرور هٿ ڪري ڏيندين! پولڙي قسم کڻي چيس، "مون تي ڀلائي ڪر، آءٌ توکي دل گهريو ڪاڌو ضرور هٿ ڪري ڏيندس."

خير، واڳونءَ وري ترڻ شروع ڪيو. تري تري آخرڪار اچي منزل کي ويجها ٿيا. پولڙي تہ اتي پنهنجي اصلي عادت ظاهر ڪرڻ شروع ڪري ڏني. ڇا ڪيائين جو، واڳونءَ جي پٺيءَ تي وٺي نينگ ٽپا ڏيڻ شروع ڪيائين. واڳون بہ ڪاوڙ وچان چوڻ لڳو، "بڪيا، ڪجهہ صبر تہ ڪر."

پولڙو تہ ڪناري کان وک پنڌ اورتي ٿي واڳونءَ جي پٺيءَ تان ٽپ ڏيئي لهي هليو ويو. ڪناري کان هيٺ لهي جو ڪٽي ڏسي تہ کيلن جو فصل سڄ پچ تيار بيٺو هو.



ڪيلن جي وڻن ۾ ايڏيون وڏيون ڳڙهون ڏسي ٻولڙو خوشيءَ ۾ نـ پيـو ماپي. هڪڙي هڪڙي ڳڙه ۾ ٻارنهن درجن ڪيلا هجن. وري زيتونن جي وڻن ڏانهن ڊوڙيو. تازا تازا، ساوا پيلا زيتون ويـو پٽيندو، ۽ کائيندو. ڪا مهل گذري ويئي، واڳون بـ ڪاڏي جو انتظار ڪري ٿڪجي پيو هو. سو سڏ ڪري چيائينس، "او ٻـليل ٻولڙا! پنهنجو واعدو وساري ڇڏيئي، رڳو پنهنجي پيٽ پوڄا ۾ لڳو پيو آهين."

ٻولڙي واڳونءَ سان ٺٺي ٺلهي ها ها ڪئي، ۽ ڪوڙا دلاسا ڏيندو رهيو. جيترو ٽيڪ زيتونن جي وڻن ۾ پکي پرند بـ پئي آيا ۽ ويا. پر ٻولڙي کي پنهنجو پيٽ پيارو هو. ۽ واڳونءَ جو ذري برابر بـ خيال نـ ڪيائين.

واڳونءَ جي ٻيهر چوڻ تي ڇا ڪيائين جو سٺو سٺو ميوو تـ پاڻ کاڌائين ۽ ڪچو ۽ سڙيل ميوو واڳونءَ ڏانهن اڇلايائين. سو بـ اهڙي بي پرواهيءَ سان اڇلائي ٿي ڏنائينس جو ڪو ميوو وڃي پاڻي ۾ ٿي ڪريو، تـ ڪو وڃي واريءَ تي ٿي ڪريو.

ٻولڙو ڪيلن تان ٽپيو تـ اڃا هنداڻن جي ولين تي ٽُٽو. هنداڻن جا هٽي هاڃا ڪيائين. ڪيس جا اُڄ لڳي هئي سا بـ هنداڻن کائڻ سان وڃي ڍري ٿيس.

نيٺ واڳونءَ کان بـ رهيو نـ ٿيو ۽ گوڙ ڪري سڏ ڪيائين، پـر ٻـولڙي ذرو بـ خيـال نـ ڪيو. واڳونءَ کي ڏاڍي ڇڙ آئي. پهريائين سوچيائين تـ ڪيس اتيئي ڇڏي هليو وڃي، پر وري اهو خيال ڪري ترسي پيو تـ هليو وڃڻ سان ڪهڙو فائدو ٿيندو؟ پيٽ بـ خالي تـ پٺ بـ خالي رهندي. ڇو نـ ٻولڙي کي پٺ تي وهاري پنهنجو پيٽ ڀريان. آخر سانجهيءَ جو وقت اچي ٿيو، واڳون ٻڪ ۾ سانئو ٿيو، ليٽيو پيو هو. ۽ بدلي وڻڻ جي باھ بـ اندر ۾ اڌما پئي ڏنا، ٻولڙو بـ ڪمند جي رس کي وارو ڏيئي موٽيو. ۽ اچي واڳونءَ کي چيائين، "ادا واڳون! معاف ڪجانءِ، جو ڏاڍي دير ٿي ويئي آهي، ۽ وري لائق ڪو شڪار بـ نـ ڦاٿو. ادا پنهنجو پنهنجو نصيب آهي."

واڳون بـ ڪاوڙ ۾ باھ ٿيو ويٺو هو. ڪيس جواب ۾ فقط ايترو چيائن تـ، ها پٽ تنهنجي نصيب جي توکي هاڻي خبر پوندي.

بيوقوف ٻولڙو واڳون، جي ان ڳالهه کي سمجهي نہ سگهيو ۽ خوشيءَ خوشيءَ ۾ اچي هن جي ٻنيءَ تي سوار ٿيو. واڳون بہ محسوس ڪيو تہ ٻولڙي جو وزن واپسي جي وقت ڪجهہ وڌيڪ ڳرو هو. ۽ خوش ٿي سوچيائين. تہ شڪار تڪڙو هجي تہ سٺو. واڳون ترندي ترندي جڏهن وچ درياءَ ۾ پهتو. تہ ٻنيءَ کي جيئن زور سان لوڏو ڏنائين. تيئن ٻولڙو وچي پاڻيءَ ۾ ڪريو. بس پوءِ تہ ٻولڙي جي رڙ هيٺ. رڙ مٿي. "مون کي بچاءِ آءٌ ٻڏان ٿو. ادا واڳون، مون کان ڀُل ٿي، مون توبهہ ڪئي، مون کي معاف ڪر!"

پر هن پيري واڳون ٻولڙي جي هڪڙي منٿ بہ نہ ٻڌي، پاڻ وراڻي ڏنائينس، "رهين درياءَ جي ڪپ تي ۽ وجهين ٿو واڳونءَ سان وير." آءٌ اصل نہ ڇڏيندو سانءِ. جهليندئي ٻولڙي کي چيري ڦاڙي کائڻ شروع ڪري ڏنائين. کائي جڏهن ڍءُ ڪيائين، تڏهن ساڳئي ڪپ تي اچي آرام سان سمهي رهيو.



# بزرگ جو باز

صبح جو ويل، مٿان اڃي منجهند لئي هئي. پر دين محمد جي ڄار ۾ اڃا تائين ڪابه مڇي نه ڦاٿي هئي. هو اُن آسري ۾ ڄار ٻاڻي ۾ وجهيو ويٺو رهيو، ته من ڪا مڇي ڄار ۾ اچي ڦاسي. مڇيءَ جي انتظار ۾ همراهه ويهي ويهي اچي ٿڪو. هيڪر بيزاريءَ وچان سوچيائين، "وچي ڪڏ ۾ پونِ اهي مڇيون، اٿي ڪڙو ٿيان." پر جيئن ته اڄ ڪيس پيسن جي ضرورت به ڏاڍي هئي، ان ڪري اميد تي دل ٻڌي ويٺو رهيو.

ٿوري ٿوري دير کان پوءِ جڏهن ڄار ۾ ڪا شيءِ ڦاسندي محسوس پئي ڪيائين، ته جهٽ





ڏيئي ڄار کي ڇڪي ٻاهر ڪڍيائين. پر ڄار ۾ ڪنهن مهل دريائي ٻوٽن جون ٻاڙون ۽ ٻن انڪيل پئي مليس، ته ڪيڏي، مهل وري ڪک ۽ ڪانيون اچي پئي ڦاٿيون. پر نه ڪا مڇي، نه مڇيءَ جي ذات.

دين محمد کي دل ۾ ڏاڍو ارمان هو. جانوءَ جا اڳهاڙا پير، شاهده جو کُليو مٺو ۽ صالحان جون پُٽيون ٻانهون پئي ذهن ۾ ڦريس. دل ۾ سوچيائين پئي ته، "الله وڏو آهي، آخر ڪا مڇي موڪليندو."





دين محمد ويٺي ويٺي اوچتو مٿي نظر ڪئي، ته ڪيس هڪڙو سونو باز لامارا ڏيندو نظر آيو. باز ٿوري ٿوري دير ڪان پوءِ دين محمد مٿان گهمرو ڏيئي هليو پئي ويو.

دين محمد باز کي ڏسي، اميد جو پلاند اڃا به سوگهو جهليو. ڇو جو ڪيس اها خبر هئي، ته باز جو ڪاڏو مڇي لئي لي، ۽ باز جي نظر انسان



جي نظر کان ٻه وڏيڪ نڪي لڳندي آهي. باز کي ٻري نه لڳندو ڏسي. دين محمد کي پڪ ٿي ويئي، ته پاڻيءَ ۾ مڇيون ضرور هونديون.

دين محمد انتظار ۾ ويهي ويهي ڏاڍو ڪَڪ ٿيو. بدن ۾ ٿڪ. دل ۾ ارمان ۽ دماغ ۾ گهرجن جو خيال هجيس. لاچار اٿي وڃڻ جو سوچيائين. اڃا اٿي بيٺو ئي مس. ته پريان هڪڙو بزرگ اچا ڪپڙا پاتل ڏانهس وڌندو نظر آيو. دين محمد حيرانيءَ سان ڏانهس ڏسڻ لڳو.

بزرگ جڏهن دين محمد جي ويجهو آيو. ته کانئس سوال ڪيائين. "چا تون صبح کان هتي ويٺو آهين ۽ ڪابه مڇي ڪانه ڦاٿي اٿيئي؟

دين محمد ڏاڍي ادب سان وراڻيو. "هائو سائين. آءٌ ڏاڍو پريشان آهيان. صبح کان وٺي اچي هيءَ مهل ٿي آهي. پر اڄ قسمت خراب اٿم. جو ڪنهن مڇيءَ جهل ڏني ئي ڪانه."

بزرگ چيس. "دل ننڍي نه ڪر. بسم الله ڪري اچل چار پاڻيءَ ۾. الله جي حڪم سان ايتريون مڇيون ڦاسنديون. جو جهلي جهل نه ڏينده. پر مون سان هڪڙو واعدو ڪر."

"سائين. اوهان حڪم ڪريو." دين محمد ڏاڍي خوشامد نموني چيو.

بزرگ وراڻيو. "جيڪي مڇيون تنهنجي چار ۾ ڦاسن. تن مان اڌ مڇيون تون کڻجانءِ ۽ اڌ مون کي ڏيئي وڃجانءِ. منهنجي جهوپڙي، اجها اها گس پنڌ تي ڏسجي پيئي.

دين محمد خوش ٿي وراڻيو: "حاضر سائين. مون کي مڇيون ملن نه سهي، پوءِ آءٌ ضرور ائين ڪندس. جيئن سائين جن حڪم ڪيو آهي." بزرگ هليو ويو.



دين محمد بسم الله پڙهي ڄار پاڻيءَ ۾ وري اڇلايو. ڄار ڪرنديئي، ويو مڇين سان ڀربو. بس هاڻي ته دين محمد خوشيءَ ۾ نه پيو ماپي. ڏاڍي خبرداريءَ سان مڇين کي سنڀالي ڇلڪيءَ ۾ پئي وڌائين. پل لاءِ کيس اهو خيال به آيو، ته بزرگ انهن مڇين مان اڌ مڇين جو کيس ڏيڻ لاءِ چيو هو. پر وري بزرگ کي وسارڻ جي ڪوشش ڪندي، بزرگ جي ان ڳالهه کي ڪو وزن نه ڏنائين. دل ۾ ڪجهه لالچ ٿيس، ته ڇو نه آءٌ اهي سموريون مڇيون وڪڻي گهر جون ضرورتون پوريون ڪريان، اڌ مڇين جي ملهه مان فقط گهر جو اٽو، ڄانور ۽ گيهه ٿيندو، پوءِ باقي ڪنڊ، مصالحا مڙا، صالحان جون چوڙيون، جانوءِ جو بوٽ ۽ شاهده جي گندي ڪٿان ٿيندي؟ دين محمد دل ۾ ٿي سوچڻ لڳو. "ڇو نه سڀ مڇيون آءٌ ڪٽي وڃي ٻچڙن جون سڀ گهرجون پوريون ڪريان. بزرگ ته آهي هڪڙو ڇڙو، سو ايتريون مڇيون ڪيڏانهن ڪندو.

کيس وري سياڻي ڪٽي ڦاسائي ڏيندس — ۽ وري بزرگ کي ڪيئن خبر پوندي، ته منهنجي ڄار ۾ مڇيون ڦاٿيون يا نه. ۽ جي ڦاٿيون ته ڪيتريون؟"

دين محمد اهو بلڪل غور نه ڪيو. ته ساڳئي سوني باز متانئس سانده لامارا پئي ڏنا. ان ڏانهن به هن ڪا مڇي ڪانه اڇلائي. حقيقت ۾ دين محمد نا اميدي ۽ گهرج جي وقت الله پاڪ کي ياد ڪندي آسمان ڏانهن ٿي نهاريو. پر جڏهن سندس ڄار ۾ متاريون مڇيون اچي ڦاٿيون، تڏهن ته هن جي نظر آسمان ڏانهن اٿي ئي ڪانه، بلڪ مڇين سنڀالڻ ۾ محوَ هو.

دين محمد جي هٿن ۾ پيسن جي ڳوٿري ڏسي زال ۽ ٻار ڏاڍا خوش ٿيا. دين محمد زال کي چيو، "صالحان جهٽ ڪر، ماني ٽڪر ڏي، ته ڪائي بازار هلون."

صالحان پڇيس، "ايتري دير ڪٿي لاٿئي؟"



دين محمد وراڻيو، "اڙي ڀاڳن ڀري! تڏهن اها پيسن جي ڳوٿري آسمان مان تہ ڪانہ ڇڻي اٿم. اها محنت جي ڪمائي آهي. صبح کان هيءَ مهل اچي ٿي آهي، تڏهن مس وڃي ميڙيون چار ڏانهن مڙيون. وري بہ جي اهو بزرگ نہ اچي ها تہ اڃا جيڪر درياءَ جي ڪپ تي ويٺو هجان ها."

"هاڻي دير نہ ڪر. لٽا مٽائي وٺ ۽ ٻارن کي بہ تيار ڪر. جانو بوٽ لاءِ پيو روئي، مائي شاهده گنديءَ لاءِ پٺي ڳوڙ ڪري، ۽ وري تنهنجون ٻنيون ٻانهون بہ تہ نٽيون نهن." دين محمد ڏاڍي پيار ۾ چيو. صالحان نٽائيندي وراڻيو، "ها. پر گهر ۾ اٽو، چانور ۽ گيهہ بہ اچي کُٽا آهن."

"ها - ها، سڀ ٿي ويندا. پيسا ججها اٿم، فڪر نہ ڪر." دين محمد ڪجهہ رعب سان ڳالهايو. مانيءَ کائي دين محمد ٽانگي لاءِ روانو ٿيو. سندس زال ۽ ٻار اڃا تياريءَ ۾ رڌل هئا، تہ دين محمد ٽانگو وٺي آيو. دين محمد در تي



خوشيءَ مان پيسن جي ڳوٿريءَ کي اڇلون پئي ڏنيون ۽ خيالي پلاءَ پئي پچايا. هو انهيءَ انتظار ۾ هو، ته اجهو ٿا گهر وارا سنيري ٻاهر نڪرن. ايتري ۾ پريان ساڳيو سونو باز لامارا ڏيندو نظر آيس. دين محمد انهيءَ کي بنا ڪنهن فڪر جي جاچيندو رهيو. پل ڪن ۾ باز دين محمد جي گهر تائين پهچي ويو. دين محمد اڃا پنهنجي نظر هيٺ ڪئي ئي ڪونه، ته باز جهٽ ڏيئي اها پيسن جي ڳوٿري سندس هٿن مان ڪسي هليو ويو.

دين محمد باز جي انهيءَ حرڪت تي چرين وانگر باز جي پٺيان ڊوڙڻ لڳو. اهو وساري ڇڏيائين، ته باز هوا جي گهوڙي تي سوار آهي ۽ پاڻ زمين تي ڊوڙي رهيو آهي.

دين محمد رڙيون ڪندو، گهوڙا گهوڙا ڪندو ڊوڙندو رهيو. باز انهيءَ ساعت ڳوٿريءَ جا سڀ پيسا ساڳئي درياءَ ۾ وجهي اڇلايا ۽ خالي ڳوٿري آڻي بزرگ جي جهوپڙيءَ جي ٿلهي تي ڦٽي ڪيائين.

دين محمد روئندو رڙندو اچي انهيءَ جهوپڙيءَ تائين پهتو، جا ڪيس بزرگ ڏيکاري هئي. بزرگ روئڻ جو آواز ٻڌي ٻاهر نڪري آيو ۽ دين محمد کي ڏسي حيران ٿيو. ڪانئس روئڻ جو سبب پڇيائين.

دين محمد شرم وچان ڳالهه نه پئي ڪري سگهيو. فقط "ڦرجي ويس"، "لٽجي ويس" جي واٽي وات هجيس. بزرگ جي زور پرڻ تي سربستي ڳالهه ڪري ٻڌايائين. بزرگ سڄي ڳالهه ٻڌي کيس چيو، "ابا! هاڻ مان تنهنجي مدد نٿو ڪري سگهان. پاڻيءَ مان پيسا ڪڍڻ نه تنهنجي وس جي ڳالهه آهي ۽ نه وري منهنجي وس جي. تو جهڙي نيت رکي، تهڙي مراد پرايئي. اڳتي لاءِ اهڙو ڪم نه ڪجانءِ."

"اهو باز مون پاليو آهي. تو اهو وساري ڇڏيو، ته باز ڏاڍو ذهين پکي ٿيندو آهي، ۽ پنهنجي مالڪ سان پڻ وفادار رهي ٿو."

ويچارو دين محمد پنهنجو مٿو اٽين هٿن ۾ جهلي ويهي رهيو. ڇڻ ڪا زوردار لٽ لڳي هجيس. سچ ته اها لالچ جي لٽ هئي، جا نيت جي بدلي ڪيس ڪاپار ۾ لڳي هئي ۽ جنهن ڪيس تاحياتي سبق سيکاري ڇڏيو هو.



# ڪينهوڙي تي ڪيٽو

"امان، امان، او امان!" راحيل، ماءُ کي ڪمري ۾ ڳوليندي پئي سڏ ڪيا. "آيس ابا، آيس. ڇو پيو رڙيون ڪرين؟ ماٺهو صبر تہ ڪري." ماڻس ويجهو اچي چيو: "هاڻي ٻڌاءِ، ڇو ٿي سڏيئي؟" راحيل انگل ڪندي چيو: "امان مون کي پيو هوائي جهاز وٺي ڏي." ماڻس چيو: "بابا، هفتو کن مس ٿيو آهي جو پٺهين هوائي جهاز وٺي ڏنو هيئي. وچ پٽ، مون کي ڪم ڪرڻ ڏي."

"نہ امان، مون کي ٻيو هوائي جهاز وٺي ڏي. هيءُ ڏس، هيءُ تہ هاڻي هلي ئي ڪونہ ٿو." راحيل وري ماءُ کي چيو.

ماءُ کانئس هوائي جهاز وٺي چابي چڱي طرح ڏنائينس. جهاز زمين تي رکڻ سان ڪجھ هليو.

راحيل وري ڪيٽو ڪندي چيو: "نہ امان، مون کي ٻيو وٺي ڏي. اهو سولو هلي ئي ڪونہ ٿو. ظفر کي سندس پيءُ منهنجي جهاز کان وڏو جهاز وٺي ڏنو آهي. ان جون بتيون بہ ٻرن ٿيون ۽ اهو پنتي بہ هلي ٿو."










"ها بابا، ظفر جو پيءُ تازو لنڊن مان آيو آهي، اتان آندو هوندائين. پٽ، پاڻ غريب ماڻهو آهيون، اهڙو جهاز نه وٺي سگهندا سين. وڃ، ڏاهو پٽ آهين نه، وڃي راند ڪر." ماڻس پيار سان سمجهائي چيس.

راحيل، ماءُ جي ڳالهه ڌيان نه ڏنو ۽ ويتر ضد ڪندي چيائين: "نه امان، بس مون کي هوائي جهاز ضرور کپي. بابا کي چئو، ته مون کي به ظفر جي جهاز جهڙو جهاز وٺي ڏئي."

ماڻس ڪڪ ٿي چيس: "راحيل! سر نه کپاءِ، وڃي راند ڪر."

راحيل ضد تان نه لٿو. ڪيٽو ڪندي چيائين: "امان! ڇا سان راند ڪريان. هوائي جهاز نه هلي ٿي ڪونه ٿو."؟

ماڻس کي راحيل جي ضد تي ڪجهه ڪاوڙ آئي ۽ دڙڪو ڏيئي چيائينس: "ڏس! تنهنجي ڀيڻ نسيم جي گڏي بلڪل نئين رکي آهي. هوءَ توکان ننڍي آهي، پر پنهنجا رانديڪا ڪيئن نه سنڀالي ٿي رکي. تنهنجا رانديڪا ته هوڏي آيا ۽ هوڏي ڀڳا. وڃ، مون کي ڪم ڪرڻ ڏي، اڳيئي سر ٿو کپائين."

راحيل هيڪر ته ويو، پر گهڙيءَ کان پوءِ وري اچي نئون راڳ شروع ڪيائين: "امان! ڀلا جي هوائي جهاز نٿي وٺي ڏين، ته مون کي سائيڪل وٺي ڏي. ڏس، رضو (رياض) کي سندس ماڻس کهڙي نه سٺي ڳاڙهي سائيڪل وٺي ڏني آهي!"



راحيل کي به ڏاڍي چڙ اچي ويئي، ڇو جو ماٽس سندس ڪابه ڳالهه نه مڃي هئي. روئندو، ٻڙ ٻڙ ڪندو چوڻ لڳو: "مان نه پڙهندس، مان چيو نه مڃيندس، مان ماني نه کائيندس — اصل نه کائيندس. مان نسيم جي گڏي پيجي ڇڏيندس. " اون اون ڪندو پنهنجي ڪمري ڏانهن هليو ويو.

ماٽس کي به ڏاڍي چڙ هئي، تنهن راحيل جي ڌمڪيءَ جي پرواهه ئي نه ڪئي ۽ وڃي پنهنجي ڪم ڪار ڪي لڳي.

راحيل ڪمري ۾ وڃي نئا - نئو شروع ڪئي. بال ڪٽي اڇلي، ته ننڍڙي گاڏي ڪٽي اڇلي، اڇو موٽر ڦهڪو ڪيو، ته وري ننڍڙي ٽينڪ جا ٽيا ٽي ٽڪر. وري ڏنائين پيڻ جي رانديڪن کي ڦيرو. گڏيءَ جو پلنگ، جو اتي پيو هو، سو به ڪيائين ٽڪرا ٽڪرا. انهيءَ پڄ ڊاهه ڪندي ڪندي راحيل ٿڪجي ، ساٿو ٿي، ليٽي پيو. نسيم جي گڏي هڪڙي ڪنڊ ۾ ويٺي اهو تماشو ڏٺو. تنهن جڏهن پنهنجي پلنگ جي بربادي ڏٺي، ته ڏاڍو ارمان ٿيس.



ماءُ وري سمجهائيندي چيس، "پٽ! پيءُ جي ريس ڪرڻ چڱي ڳالهه ڪانهي. رضوءَ جي ماءُ ڪيس سڄو ڏينهن اڪيلو ڇڏي نوڪري تي هلي ٿي وڃي. پر مان ته سڄو وقت توسان گڏ آهيان. تنهنجو پيءُ به توکي ڪيترو نه پيار ٿو ڪري! ڪڏهن به توکي دڙڪو به نه ڏنو اٿس. اهوئي سبب آهي جو تون نٽر ٿي پيو آهين. رياض جي پيءُ ڪيس ڪيڏي نه مار ڏني هئي. پوءِ جي سائيڪل وٺي ڏنائين ته ڇا ٿي پيو!"

ايتري سمجهائڻ ڪان پوءِ به راحيل تيسو ڪري روئڻ لڳو. ماٽس ڪاوڙجي چيو: "هاڻي جي ماٺ نٿو ڪرين ته ڏينديسانءِ مار. وڃ، وڃي پڙهه! سڄو ڏينهن راند ۽ رانديڪن جي جهوري لڳي پيئي اٿيئي. هاڻي وڃ، مون کي تنگ نه ڪر."



گڏي راحيل کي سمجهائڻ لاءِ جيئن چپ چوريا تہ راحيل کي متس ڏاڍي ڪاوڙ آئي. ڪڻنديئي گڏيءَ کي زور سان پٽ تي هڻي چيائين، "آئي آهي وڏيري مون کي سمجهائڻ. امان هڪڙي ڪافي ڪونهي، جو وري تو پڳ پاتي آهي، مون کي نصيحت ڪرڻ جي؟"

نسيم جي گڏيءَ کي اڇلائي پٽ تي هڻڻ سان اها گڏي مٽجي هڪڙي سهڻي پري ٿي پيئي. راحيل حيرت وچان ڏانهس ڏسڻ لڳو.

راحيل جي چهري تي ڪجهہ ڊپ ڪجهہ اچرج بہ هئي. هٻڪندي هٻڪندي پڇيائين: "تون ڪير آهين ۽ هت ڇو آئي آهين!؟"

پريءَ مرڪي چيس: "آءٌ نيلم پري آهيان. توکي روئندي ڏسي، مون کي توتي رحم اچي ويو."

"تون ڪٿي ٿي رهين؟" راحيل پڇيس.

"مان آسمان تي ٿي رهان. توکي رانديڪا کپن؟" پريءَ وراڻيو.

راحيل: "ها، ها، مون کي کپن."

پري: "تہ پوءِ توکي مون سان هلڻو پوندو."

راحيل: "ڪٿي؟"

پري: "پري، ڏاڍو پري!"

راحيل: "آسمان کان بہ پري؟"

پري: "ها، آسمان کان بہ پري، پر اتي اهڙا اهڙا رانديڪا ڏسندين جو تو پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪڏهن ڏٺا ئي ڪونہ هوندا."

راحيل ڏاڍيءَ نماڻائيءَ سان پڇيس: "اهڙا رانديڪا، جيڪي لنڊن ۾ بہ ڪونہ هوندا؟"

پريءَ ٽهڪ ڏيئي چيو: "لنڊن جي رانديڪن جي هتي جاءِ ڪونهي. پر، هڪڙي ٻي ڳالهہ ٻڌ، اتي امان ڪانہ ملنديئي، اتي فقط رانديڪا ئي رانديڪا هوندا."

راحيل: "نہ، نہ، مون کي امان نہ، پر رانديڪا

کين. امان تہ مون کي رانديڪا وٺي ڏيئي ڪونہ. امان کي مون تي ترس اچيئي ڪونہ. تون ڪھڙي نہ سٺي آھي. جو توکي مون تي رحم اچي ويو. پر، تون مون کي آسمانن تي ڪيئن وٺي ھلندينءَ؟ ڪو ھوائي جھاز آندو اٿيئي؟ منھنجو ھوائي جھاز تہ ھلي ئي ڪونہ ٿو."

پري: "منھنجا پر ئي تنھنجو ھوائي جھاز ٿيندا. تون منھنجي پرن تي ويھي رھندين ۽ مان توکي اڏائي آسمان تي وٺي ھلنديس. راحيل! ھاڻي جھٽ ڪر، دير نہ ڪر، وقت پيو وڃي."



راحيل پريءَ جي پرن تي سوار ٿي آسمان ڏانھن روانو ٿيو. پھريائين تہ ڪجھ ڊپ لڳس، پر پوءِ ڏاڍو مزو آيس. دل ۾ اھا خوشي ھئس، تہ ھاڻي ڪينھوڙن جي ڪيٽ ۾ وڃي ٿو پھچان. ھيٺ جو نظر ڪيائين، تہ سندس گھر بہ ڪينھوڙي وانگر ٿي نظر آيس.

ھيٺ ڏسندي ڏسندي سندس گھر بہ نظرن کان غائب ٿي ويو. اڏامندي اڏامندي، زمين کان پري، تمام گھڻو پري، پريءَ جي پرن تي راحيل پئي موجون ماڻيون. رستي ۾ ڪيس تارن جون بتيون شمعن وانگر ڏسڻ ۾ پئي آيون. ڪٿي ڪٿي ڪڪرن جي ڪري اونداھي بہ پئي ٿي، پر وري سج جا ڪرڻا ڪڪرن کي چيري رستي ۾ روشني ڪري ڏين. راحيل کي منزل تي پھچڻ جو ڏاڍو فڪر ھو. آخر اھا گھڙي بہ آئي، جڏھن پري اچي ھڪڙي ڏاڍي سھڻي جاءِ تي پھتي، جتي رنگا رنگ جھنڊيون لڳل ھيون. ساوا، ڳاڙھا ۽ پيلا ڦوڪڻا ٽنگيل ھئا. چمڪندڙ سونيون ۽ روپيون پٽيون پئي لٽڪيون. رستي تي ننڍا ننڍا ٻارڙا رنگين ڪاغذن جون ٽوپيون پايو. جھنڊيون ھٿن ۾ کنيو، ھن جي آڌر ڀاءُ لاءِ بيٺا ھئا. راحيل دل ۾ سوچڻ لڳو تہ: "واھہ، واھہ! منھنجي ڪھڙي نہ آجيان ٿي رھي آھي! ھنن کي منھنجي خوشيءَ جو ڪيترو نہ خيال آھي! امان کي ڪيتريون ئي منٿون ڪيم، تہ منھنجي سالگرہ تي ڪمري کي انھيءَ طرح سينگاري، پر امان تہ سڀ ڪنھن ڳالھہ کي اجايو خرچ سمجھي پئي جند ڇڏائي.

پريءَ راحيل کي خيالن جي درياءَ ۾ غرق ڏسي چيو، "سوچين ڇا پيو؟ ھل رانديڪن جي ڪمري ۾."

راحيل ڇرڪ ڀري پريءَ جي پٺيان لڳو. ڪمري ۾ گھڙڻ سان ائين معلوم ٿيس، ڄڻ اتي رانديڪا پوکيا پيا ھئا. ڪا اھڙي جاءِ نہ ھئي، جا رانديڪن کان خالي ھجي. ڇا ڏسي، ڇا ڏسي! ھر طرف رانديڪا ئي رانديڪا ھئا.

راحيل دل ۾ سوچڻ لڳو: "ھت تہ رانديڪن

جي دڪان ڪان ٻه ٻيڻا ٽيڻا رانديڪا آهن. وري امان سان گڏ رانديڪن جي دڪان تي ڏورو ڪٽي ڪنهن رانديڪي کي هٿ لائبو هو، ته هڪدم ڇڙٻ ڏيئي روڪيندي هئي. سڪائي سڪائي ڪو هڪڙو رانديڪو مس وٺي ڏيندي هئي، سو به جيڪو سڀني ڪان سستو هوندو هو."

پريءَ سوچيندو ڏسي ڪيس چيو، "سوچين ڇا پيو؟ هي سڀ تنهنجي راند ڪرڻ لاءِ رکيل آهن."

راحيل : "مون کي ڪو روڪيندو، ته ڪونه؟"

پري: "نه، نه، بيشڪ جيڪو رانديڪو کپيئي، سو کڻي راند ڪر."

پوءِ ته راحيل ديوانن وانگر هڪڙي رانديڪي کي کڻي، ته وري ٻئي ڏانهن ڊوڙي. سائيڪل تي چڙهي ۽ جي جيپ ڏسي، ته ان ڏانهن ڊوڙي. موٽر سائيڪل کي چابي ڏيئي



هلائي، انهيءَ جي چابي اڃا پوري ڪانه ٿئي، ته وري موٽر هلائي. هڪڙي هڪڙي رانديڪي کي ويو چابي ڏيندو، تان جو سڀ رانديڪو پنهنجي پنهنجي ڍنگ سان هلڻ لڳا ۽ راحيل وچ ۾ بيٺي خوشيءَ ۾ تاڙيون وڄايون.

وري هوائي جهاز تي نظر پيس، جنهن ۾ ڳاڙهيون ۽ سايون بتيون لڳل هيون. دل ۾ چيائين ته امان مون کي وڏو هوائي جهاز نه ٿي وٺي ڏنو، پر هتي ته ڪيڏو نه وڏو هوائي جهاز ملي ويو اٿم. مان سچ به ته نيلم جو ٿورائتو آهيان.

ڪا مهل ٿي، ته هڪ سهڻي ۽ سنهي ڳاڙهي رنگ جي سائيڪل تي نظر پيس. ڊوڙي وڃي ان تي چڙهي ويٺو. دل ۾ سوچيائين ته اها سائيڪل ته رضوءَ جي سائيڪل کان به سهڻي آهي. رضوءَ جي سائيڪل ۾ ته گهنڊڙي به ڪانه هئي، هن ۾ ته بتيون به لڳل آهن.

راحيل راند روند ۾ ايترو ته مصروف ٿي ويو، جو ڪيس وقت گذرڻ جي ڪا ڪل ئي نه رهي. ٻه دفعا پريءَ اچي چيس ته: "هاڻي واپسيءَ جو وقت ٿيو آهي، منهنجي حڪومت جو وقت ختم ٿي ويو آهي. هاڻي هتي رات جي ديو جو راڄ ٿيندو. هل ته گهر وٺي هلانءِ پر راحيل ٻيهر راند ۾ مشغول ٿي ويو. پريءَ جي ڳالهه کي اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيائين، ڪيس ڇئي مڃڻ جي عادت ڪانه هئي.

پريءَ جڏهن ٽيون دفعو چيس، ته راحيل واپس وڃڻ کان انڪار ڪيو. ان تي پري ناراض ٿي چيو: "تون ڏاڍو ٻي چيو ٻار آهين. ٺهيو، هاڻي مان وڃان ٿي، تنهنجي مرضي، ويٺو راند ڪر." ائين چئي، پري هلي ويئي. راحيل پريءَ جي ان ڌمڪيءَ جي ڪا به پرواهه نه ڪئي ۽ وري راند ۾ لڳي ويو.

ڪا مهل ٿي، ته راحيل کي محسوس ٿيو ته جيڪا روشني ڪمري ۾ هئي، سا گهٽبي پيئي وڃي. آخر ڪمري ۾ اونداهي پکڙجي ويئي. هاڻي راحيل کي نيلم پريءَ جي ڳالهه ياد

آئي ۽ کيس سڏ ڪرڻ لڳو: "نيلم، نيلم!" پر نيلم پري هجي ڪا ميدان تي، جا سڏ ورائي.

آهستي آهستي راحيل کي هڪڙو ٻه رانديڪو ڏسڻ ۾ نه پيو اچي. کيس بک به اچي ورايو هو. سڄو ڏينهن راند ڪرڻ ڪري ٿڪ به ٿي پيو هوس. ڊپ وِچان ساھ به اچي سوڙهو ٿيو هوس. هيڏانهن هوڏانهن نظر ڊوڙايائين، پر نيلم ته ڇا، سندس پاڇو به ڪٿي نظر نه پيو اچيس. نيلم تي چڙ به ڏاڍي آيس.

دل ۾ سوچيائين ته: "نيلم مون کي رنڊن ۾ رلايو. منهنجي ماءُ هوند مون کي ائين اونده ۾ اڪيلو ڪڏهن به نه ڇڏي هلي وڃي ها. وري امان ته هڪڙي سڏ تي چوندي آهي: "جي چويئي امان!" نيلم کي ڪيترا سڏ ڪيا اٿم ته ورندي ئي نه ڏني اٿس."

اڃا اهو سوچيائين پئي، ته رات جو ديو جي گجگوڙ جو آواز ڪنن تي پيس. کيس ائين پئي لڳو، ڄڻ اهو آواز سندس ڪنن جي ويجهو پيو اچي. راحيل ڊپ ۾ ٿڙڪڻ لڳو ۽ خوف ۾ سڄو پگهرجي ويو. جڏهن ڊپ جهلي نه سگهيو، تڏهن وٺي رڙيون ڪري روئڻ لڳو: "امان! امان!" هانءُ ڏاريندڙ سڏ ڪيائين، "او امان!"

راحيل جي ماءُ جڏهن پٽ جا اهڙا سڏ ٻڌا، تڏهن ڪم ڪار ڇڏي: "جيءُ چويئي امان!" چوندي سندس ڪمري ڏانهن ڊوڙندي وئي.

"ڇو پٽ! ڇا بابا! ڇا ٿيو ٻچا؟ ڇا ٿيئي منهنجا رانجهن؟" ڪمري ۾ گهڙي ڏسي، ته راحيل زمين تي پيو آهي سڀ رانديڪا ٽڙيا پکڙيا پيا آهن. راحيل پگهر ۾ ٻڏو پيو رڙيون ڪري. ماءُ ڪڇي سيني سان لڳايس. ماءُ جي سيني جي گرمي محسوس ڪري راحيل اک پٽي. جاڳڻ تي راحيل پئي چيو: "نيلم مون کي منهنجي امڙ کپي. مون کي رانديڪا نه کپن.

جڏهن ماڻس پيشاني چمي، ته راحيل کيس ڀاڪر پائي چوڻ لڳو: "امان مان هاڻي ڪنهوڙي لاءِ ڪيٽُو نه ڪندس. مان نيلم پريءَ جي چوڻ ۾ نه ايندس. امان، مان هوائي جهاز لاءِ ضد نه ڪندس. مان سائيڪل لاءِ توکي تنگ نه ڪندس. مان ٻي چيو نه ٽيندس. امان، مان تنهنجو چيو ضرور مڃيندس."

ماءُ کيس پيار ڪيو. "آية الڪرسي" الله جو ڪلام پڙهي دم ڪيائينس، ڇو جو ماڻس نيلم پري جو نالو ٻڌي سمجهي وئي ته راحيل کو خواب ڏٺو آهي.

ماءُ دلداري ڏئس ۽ پٺي ٿپريندي رهيس. جيسين وڃي کيس سانت ٿي.



س.ا.ب طرفان
ٻاراڻي ادب تي شايع
ڪيل ڪجھ نوان ڪتاب



















# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان سورهه ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488